هو سدا موجود

هو حق موجود

# السماع معراج العاشقين

مصنف

فقير عامر علي درازي قادري

بفيضان نظر مرشد هادي كامل شهنشاه حضرت صوفي

فقير حكيم وزيرڙ سائين درازي قادري















**شهنشاھ عشق دولھ درازي منصور آخر الزمان سنڌ جو طبريز**

**سلطان عشاقين حضرت سخي سچل سر مست درازي قادري**



**شهنشاه عشق دولهہ درازي سچل ثاني محبوب الاهي**

**حضرت سخي قبول محمد چهارم درازي قادري**



شهنشاھ عشق سراج السالڪين رهبر مڪمل

حضرت سخي وزيرڻ سائين درازي قادري

## ٻه اکر

الله تعاليٰ انساني جسم ۾ ڪجهه قوتون ۽ احساسات پيدا فرمايا جن جي استعمال جو اختيار بني آدم کي ڏئي ڇڏيائين جزا سزا جو معيار ان جي پنهنجي استعمال ۽ نيت تي آهي. سنائي تي ثواب ۽ برائي تي عذاب آهي ليڪن هي ڪير نه چوندو ته جيڪڏهن انسان ۾ ٻڪ جي حَسِ نه هجي ها ته چوري نه ڪري ها، مردانگي و شهوت نه هجي ها ته بدڪاري نه ڪري ها. هر شخص کي ذهن آهي اهو صحيح ۽ غلط جو فيصلو ڪري سگهي ٿو، سنائي ۽ برائي جو دارو مدار ان جي نيت و عمل تي آهي. ائين ئي مسئلو سماع و غناء جو آهي، جيڪڏهن ڪيفيت جذب و مستي جي حالت ۾ هجي ته ان جي سماع ۾ ڪنهن جو ٻه اختلاف ناهي ته هي شخص مرفوع القلم ٿي ويو آهي، جيڪڏهن ڪو شخص سماع و غناء جي ذريعي تجليات ربانيه ۾ مستغرق هجڻ جو ذوق رکي ٿو ته ان جي جائز هجڻ تي عارف باالله علامه عبدالغني نابلسي عليه رحه جن رسالو لکيو. سماع وغناء تي ڪافي جرح و نقد وارد ٿيون آهن. حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحه جن فرمايو ته حرمت غناء ۾ عمده دليل هي ئي حديث آهي جيڪا محدثين ڪرام جي نزديڪ ضعيف آهي ۽ محدثين جو ارشاد آهي ته ”حرمت غناء ۾ ڪوئي حديث ثابت ناهي ٿي“ جيتوڻيڪ مزامير جي حرمت بطريق لهو ثابت آهي.

دعا آهي ته شال ڪريم رب اسان کي اوليائن، صوفين ۽ عاشقن جي راه کي سمجهڻ ۽ انهن جي طور طريقن کي اپنائڻ ۽ ان تي زندگي گذارڻ جي توفيق عطا فرمائي.

آمين ثم آمين

## پنهنجي پاران

هن ڪتاب جو مقصد ڪوئي فقهي مناظرو ڪرڻ ناهي پر هڪ مسلمان هجڻ جي ناتي اسان جو فرض ضرور آهي تہ هن جو ديني حيثيت بہ اسان پيش نظر رکون.

حضور نبي اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي ذات اقدس امت مسلمہ جي لاءِ ايمان جو مرڪز ۽ محور ۽ حقيقي اساس آهي، جيتوڻيڪ اهل اسلام محفل نعت معقد ڪري محبوب آقا عليہ السلام جن سان بي پناه محبت ۽ جذباتي وابستگي جو اظهار ڪندا آهن، شان محبوب آقا عليہ السلام جن جي ۾ ڪلام چوڻ يا نعت چوڻ ڪو نئون عمل ناهي پر قرآن و سنت مان ثابت آهي.

الله رب العزت خود قرآن ڪريم ۾ ڪيترين ئي جاين تي پنهنجي محبوب آقا عليہ السلام جو ذڪر جميل نعتيہ انداز ۾ ڪيو آهي، خالق ڪائنات جڏهن بہ پنهنجي محبوب سان مخاطب ٿيا تہ نالي وٺڻ جي بجاءِ سهڻن لقبن سان سڏيو، ڪڏهن يايها المزمل تہ ڪڏهن يايها المدثر ڪڏهن يٰسين سڏ ڪيو تہ ڪڏهن والضحٰي چئي ڪري سندن جي زلفن مبارڪن جو قسم ڪنيو آهي، ڪڏهن والليل چئي ڪري سياح زلفن جو قسم ڪنيو آهي. پورو قرآن ڪريم محبوب آقا عليہ السلام جن جو مدح نعت تي تہ مشتمل آهي.

محبوب آقا عليہ السلام جن خود محفل نعت منعقد ڪرائي ۽ حسان بن ثابت کي فرمائيندا هئا تہ توهان سندن مدح ۾ لکيل قصائد پڙهي ڪري ٻڌائي ان ڪان علاوه ڪيترن ئي جليل القدر صحابہ ڪرام محبوب آقا عليہ السلام جن جي نعت گوئي جو شرف حاصل ڪيو. ڪريم رب جي ڪرم نوازي جو هن ڪتاب لکڻ جي سگهہ ڏنائين انهيءَ مقصد کي سامهون رکي تہ عاشقن جي دلين کي سڪون و سرور نصيب ٿئي.

شهنشاه مرشد ڪامل حضرت صوفي فقير حڪيم وزيرڻ سائين درازي قادري رحہ جن جي نظر ڪرم ۽ سندن حڪم مطابق هي ڪتاب لکيو ويو آهي، جيئن جيڪي سماع کي کي بدعت سمجهي رد ڪيو وجي ٿو اهي باز اچن.

دعا آهي ته شال ڪريم رب اسان کي اوليائن، صوفين ۽ عاشقن جي راه کي سمجهڻ ۽ انهن جي طور طريقن کي اپنائڻ ۽ ان تي زندگي گذارڻ جي توفيق عطا فرمائي

(آمين)



**سَگِ دارازا فقير عامر علي درازي**

# قرآن ڪريم

الذين يسمعون القول فيتبعون احسنہ (الزمر)

منهنجن انهن ٻانهن کي بشارت ڏيو جيڪي قول الاهي ٻڌي ڪري ان جي بهترين حصي جو اتباع ڪندا آهن. (55:29)

ان ئي انداز جي هدايت بني اسرائيل کي بہ ڪئي وئي هئي.

وامر قومک يا خذوا با حسنها (سورت اعرافٰ)

(اي موسيٰ) پنهنجي قوم کي حڪم ڏي تہ تورات جي بهترين حصي کي اختيار ڪن. (154:7)

فَاَمَّا الَّذين اٰمَنُوا وَعَمِلُو الصّٰلحٰتِ فَهُم فِي رَوضَتہ يُحبَرُون (الروم 15)

سُو جن ماڻهن ايمان آندو ۽ سنا عمل ڪيا تہ اهي باغ جنت ۾ نغمہ ٻڌي مسرور ٿيندا.

الدخلوا الجنت انتم وازواجڪم تحبرون (سورت الزخرف)

توهان ۽ توهان جا گهر واريون جنت ۾ وڃو جتي توهان کي نغمہ ٻڌايا ويندا. (80:53)

# حديث شريف

جڏهن الله پاڪ پنهنجي وحي الاحي جڏهن حضرت جبرائيل عليہ السلام جن کي ڏيندو هو تہ آقا عليہ السلام جن فرمائن ٿا تہ ان وقت هڪ خاص قسم جو آواز ايندو هو جيئن ڪو شخص پهاڙ تان زنجير گسڪائي هلندو هجي (اهو بہ هڪ خاص قسم جو ساز آهي)

آسماني فرشتا جڏهن اهو ساز ٻڌندا هئا تہ ڪي مست ۽ ڪي وري وجد ۾ اچي ڪري بيهوش ٿي ويندا هئا وحي الاحي جاري رهڻ تائين اها ڪيفيت رهندي هئي.

دارمي شريف

حضرت ڪعب بن مالڪ بيان ڪن ٿا تہ رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو تہ ڪفار مشرڪين جو پنهنجن شعرن جي ذريعي مذمت ڪندا ڪريو بيشڪ مومن پنهنجي جان مال ۽ زبان سان جهاد ڪندو آهي، ان ذات جي قسم جنهن جي قبضي قدرت ۾ مان محمد (صلي الله عليہ وآلہ وسلم) جي جان آهي جڻ تہ (مدح رسول تي مشتمل) هي اشعار هنن تي تيرن وانگر وسن ٿا.

(امام احمد بن حبنل، امام طبراني)

هڪ رات حضرت موسيٰ اشعري رضي الله عنہ جن قرآن ڪريم جي تلاوت ترنم سماع سان ڪري رهيا هئا تہ آقا عليہ السلام جن فرمايو تہ اي موسٰي اشعري الله تعاليٰ توڪي مزامير دائود مان حصو ڏنو آهي. (مسلم، نسائي)

حضرت رُبيع بنت معوذ ڪان روايت آهي تہ منهنجي شادي ٿي وئي تہ آقا عليہ السلام جن منهنجي غريب خاني تي رونق افروز ٿيا ۽ منهنجي ئي بستر تي ويهي رهيا، ايتري ۾ ڪجهہ ڇوڪريون آيون ۽ دف وڄائي شهداء بدر ۾ جيڪي شهيد ٿيا انهن بزرگن جي مدح پڙهي ڳائڻ لڳيون تہ ان ۾ هڪ مصرو هي بہ هو تہ (اسان ۾ هڪ پيغمبر اهڙو آهي جيڪو ڄاڻي ٿو تہ سڀاڻي ڇا ٿيندو) پاڻ فرماين تہ هن مصري کي ڇڏي ڏيو باقي پهريون جيڪو ڳايو پيا پلي ڳايو.

" صحيح بخاري،ابو دائود، ترمزي،امام احمد بن حبنل"

صحيع بخاري جي حديث آهي حديث صحيع آهيۓ بخاري شريف جي ڪتاب ڪتاب العيدين ۾ هيۓ حديث آئي آهي.

ام المومنين حضرت امان عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمائي ٿي تہ عيد جو ڏينهن هوتہ اسان جي گھر ۾ پاڙي جون بہ انصاري ڇوڪريون انصارن جي تاريخي ڏينهن (يوم بعاث) هڪ تاريخي ڏينهن هوجڏهن لڙايون جنگيون ٿيون ڪجھ شهر فتح ٿيا هئا تہ ان جي ياد ۾ ڪجھہ شعر نغما ترانہ لکيل هئا. پاڪيزه ڪلام هو تاريخي بهادري جو ڪلام هو جرئت ۽ شجاعت جي باري ۾. انصاري ڇوڪريون اهي ڪلام دف تي ڳائن پيون. ايتري ۾ سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنہ جن اچانڪ اچي ويا.آقا عليہ الصلوات السلام جن بہ گھر ۾ موجود هئا ۽ ٻڌي رهيا هئا پر سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنہ جن جي نظر آقاعليہ الصلوات والسلام جن تي نہ پئي هئي. ۽ هو انصاري ڇوڪريون ڳائي رهيون هيون تہ ڏسندي ئي سيدنا صديق اڪبر رضہ جن جي چهري مبارڪ تي ڪاوڙ جا آثار نظر آيا تہ سيدنا امان عائشہ صديقہ رضي الله عنها جن فرمائي ٿي تہ مان يڪدم حضرت صديق اڪبر رضہ کي چيم تہ اي بابا سائين هي ڇوڪريون ڳائڻيون ناهن. هنن جو پيشو ڳائڻ ناهي.انصاري ڇوڪريون آهن ۽ يوم معاذ جا نغمہ ڳائي رهيون آهن. پاڻ اهي ڳالھ ٻڌي ڪري جواب ڏنن تہ هي (دَفُ) هي آلات ۽ هي رسول الله جي گھر ۾.جڏهن سيدنا صديق رضي الله تعاليٰ عنہ جن هي فرمايو تہ ان وقت تائين ان جي نگاھ آقا عليہ السلام تي نہ پئي هئي تہ آقا عليہ السلام جن خود بہ موجود آهن.

جڏهن آقا عليہ السلام جن سيدنا صديق اڪبر جن جو هي جملو ٻڌو تہ پاڻ فرمائڻ لڳا تہ (يا ابابڪرا لڪل قوم عيدن وهٰذا عيدنا) فرمايو تہ اي ابوبڪر هنن کي ڪجھ نہ چئہ هر قوم جي هڪ عيد هوندي آهي انهن جي خوشيءَ جو هوندو آهي اڄ اسان جي عيد جو ڏينهن آهي انهن کي ڳائڻ ڏي. (صحيح بخاري، صحيح مسلم)

حضور آقا عليہ جن پڇيو حضرت امان عائشہ صديقہ رضي الله عنها کان تہ هن ڇوڪري جو ڇا ٿيو؟ (ڇوڪري امان عائشہ صديقہ جي ٻانهي هئي)

حضرت عائشہ صديقہ رضي الله عنها جن فرمايو تہ ان ڇوڪريءَ جي شادي هڪ انصاري سان ڪئي ۽ ان جي رخصتي ٿي وئي تہ آقا عليہ السلام جن فرمايو تہ تو ان سان گڏ ڪا عورت نہ موڪلي جيڪا ڳائي ها ۽ دف وڄائي ها امان عائشہ فرمايو تہ اهڙي تہ ڪا

عورت نہ موڪلي آقا عليہ السلام جن فرمايو تہ موڪلين هان تہ اهو مصرعو ڳائيندي وجي ها ترجمو (اسان توهان جي گهر آيا سين توهان اسان جي پاڙي ۾ آهيو توهان اسان تي سلامتي موڪليو ۽ اسان توهان تي، جيڪڏهن زر سرخ نہ هجي ها تہ توهان وٽ ڪوئي نہ اچي ها جيڪڏهن گندمي وارو رنگ جا گيهون نہ هجن ها تہ توهان جون ڇوڪريون گداز بدن نہ هجن ها). "طبراني"

حضرت براء رضي الله عنہ جن کان روايت آهي تہ آقا عليہ السلام جن کان روايت آهي تہ آقا عليہ السلام جن حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنہ جن کي فرمايو تہ "اي حسان منافقن جي هُجو (يعني انهن جي مذمت ۾ شعر پڙهو) ۽ جبرائيل بہ تو سان ان ڪم ۾ گڏ آهي "

(صحيح بخاري، صحيح مسلم)

حضرت سلمہ بن اڪوع فرمائن ٿا تہ اسان آقا عليہ السلام جن سان گڏ خيبر جي طرف رات جو سفر ڪري رهيا هئا سين تہ اسان مان هڪ شخص حضرت عامر رضہ جن کي چيو تہ اي عامر توهان اسان کي پنهنجا شعر ڇونہ ٿا ٻڌايو؟ (حضرت عامر شاعر هو) ايتري ۾ هو سواريءَ تان هيٺ لهي آيو ۽ شعر پڙهڻ لڳو، تہ آقا عليہ السلام جن فرمايو تہ هي شعر ڪير پڙهي رهيو آهي؟ ماڻهن عرض ڪيو تہ عامر بن اڪوع آهي. آقا عليہ السلام جن فرمايو تہ الله تعاليٰ ان تي رحم ڪري. اسان مان هڪ شخص (يعني عمر فاروق) چوڻ لڳو تہ ان جي لاءِ شهادت آهي ۽ ان جي لاءِ جنت واجب ٿي وئي.

(بخاري شريف، احمد بن حبنل،ابن ماجہ)

آقا عليہ السلام جن کان ڪنهن پڇيو تہ نڪاح جو انتظام ڪيئن ڪيو وڃي پاڻ فرماين تہ نڪاح جو باقائده سان اعلان ڪيو ۽ اهو نڪاح مسجد ۾ پڙهايو وڃي ۽ ان نڪاح جي خوشيءَ ۾ دف بہ وڄائيندا ڪيو. (ترمزي شريف)

جنت جو دروازو بند هو ندو تہ سڀ ماڻهو گڏجي آقا عليہ السلام جن وٽ ايندا تہ دروازو کولرايو تہ آقا عليہ السلام جن ماڻهن سان گڏجي جنت ڏانهن ويندا تہ جنت جي دروازي

تي هڪ گهنٽ لڳل هوندو  اهو  گهنٽ سڀ کان پهريان ماڻهو وڄائيندا ته پوري جنت ۾ اهو ساز گونجندو ۽ جنتي حورن کي خبر پوندي ته جنتي ماڻهو اچي ويا آهن، ۽ آقا عليه السلام جن جنت جو دروازو کڙڪائيندا ته جنت جو دروازو کوليو ويندو ۽ حورون نغمه گيت ڳائي استقبال ڪنديون.

## صحابه ڪرام

حضرت عمر فاروق اعظم رضي الله عنه جن ڪنهن سفر ۾ (رباح معترف)(شاعر) کي فرمايو ته ڪو شعر ته پڙهي ٻڌاءِ. هن شعر پڙهڻ شروع ڪيو  ۽ سيدنا فاروق اعظم جن ان جي طرف متوجه ٿيا جڏهن شعر پڙهي بس ڪيائين ته سيدنا فاروق اعظم جن فرمايو ته (الله تعاليٰ توکي برڪت ڏي تو ته مون تي وجد جي ڪيفيت طاري ڪري ڇڏي.)

حضرت عبدالله بن جعفر بن ابي طالب جن کان ڪلام ٻڌڻ پوري شهرت سان ڳڏ ثابت آهي. حضرت عبداللّٰه بن جعفر بن ابي طالب جن پنهنجي شان جلالت جي باوجود پنهنجي ٻانهين کي نيون نيون ڌنون سيکاريندا هئا ۽ انهن کان بربط (چگ يان رباب يان سرود) تي ڪلام به ٻڌندا هئا.

(سيد مرتضيٰ الزبيدي (1145-1205) **جي شرح احياء العلوم جلد** 06 **ص** 458 )

**حضرت ابن عبدالبر** (368- 463 ھ)

حضرت شيخ تقي الدين بن دقيق العيد پنهنجي سند سان بيان ڪندي حضرت وهب بن سنان جو قول نقل ڪيو آهي ته مان عبدالله بن زبير کي ڪلام ڳائيندي ڏٺو.ابن زبير فرمائيندا هئا ته مهاجرين ۾ شايد ئي ڪو اهڙو هجي جيڪو ترنم جو شوق نه رکندو هجي.

هڪ دفعي حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه جن حضرت عبدالله بن زبيرجن وٽ ويا. ته اتي ان بربط ڏٺي (بربط هڪ ساز آهي) ۽ پڇيو ته هي ڇا آهي؟ ابن زبير اها بربط

ان جي طرف وڌائي تہ حضرت عبدالله بن عمر ان کي غور سان ڏسي فرمايو هي تہ شامي ترازي ٿي لڳي، حضرت عبدالله بن زبير چيو تہ ها ان تارازيءَ تي عقل توريو ويندو آهي.

(شيخ تقي الدين بن دقيق العيد ڪتاب القتناص السوانح 625-702 ھ)

حضرت خوات بن جبير فرمائي ٿو تہ اسان سيدنا عمر فاروق اعظم جن سان گڏ حج تي ويا سين، انهن ۾ ابو عبيده بن جراح ۽ عبدالرحمٰن بن عوف بہ گڏ هئا. ماڻهن فرمائش ڪئي حضرت عمر فاروق کي تہ حضرت ضرار جا اشعار ترنم سان گڏ ٻڌندا سين، حضرت عمر فاروق جن فرمايو تہ ابو عبدالله (خوات) کي گهرائي چئو تہ ان جا اشعار پڙهي ٻڌائي خوات فرمائي ٿو تہ هيءَ محفل سڄي رات هلندي رهي ايتري قدر جو صبح ٿيڻ وارو هو حضرت عمر فاروق اعظم جن فرمايو تہ هاڻي خوات پنهنجي زبان بند ڪر چوتہ صبح ٿيڻ وارو آهي.

(علامہ ابن عبدالبر استيعاب ۾ ذڪر خوات بن زبير جلد اول صفحہ 170)

حضرت عمر فاروق اعظم جن جڏهن پنهنجي گهر ۾ اڪيلا ويهندا هئا تہ هڪ يان بہ ڪلام ڳائي ڳائي ڪري پڙهندا هئا. (بيهقي، ابن حجر عسقلاني شافعي 773- 852 ھ)

صاحب البيان ۽ ماوردي حاوي ۾ لکيو آهي تہ حضرت عثمان غني جن وٽ بہ بانديون جيڪي رات جو حضرت عثمان غني کي ڪلام ڳائي ٻڌائينديون هيون. جڏهن اسر جو وقت ٿيندو هو تہ پاڻ انهن کي فرمائيندا هئا تہ هاڻي ڳائڻ بند ڪيو هي استغفار جو وقت آهي.

(اتحاف السادت الزبيدي جلد 05 صفحہ 459)

انهن کان علاوه ڪجهہ اڪابر صحابہ ڪرام (باالمزامير ۽ بلامزامير) سماع ٻڌو انهن جا نالا ۽ ڪتابن جا حوالو هيٺ ڏجي ٿو.

حضرت عبدالرحمٰن بن عوف (رواه ابوبکر بن ابي شيبہ وابن عبدالبر والمبرو والزبير بن بکار وغيره)

حضرت ابو عبيده بن جراح (رواه بيهقي)

حضرت سعد بن ابي وقاص (رواه ابن قنيبہ في کتاب الرخصہ)

حضرت ابو مسعود بدري (رواه البيهقي)

حضرت عبدالله بن ارقم (رواه ابن عبدالبر)

حضرت اسامہ بن زيد (رواه البيهقي و ابن عبدالبر)

حضرت حضرت حمزه بن عبدالمطلب (رواه الشيخان)

حضرت عبدالله بن عمر (رواه ابن طاهر و ابن حزم و ابن ابي الدم)

حضرت براء بن مالک (رواه الحافظ ابو نعيم وابن وقيق العيد)

حضرت عمرو بن عاص (رواه ابن قنيبہ)

حضرت نعمان بن بشير (رواه صاحب الاغاني و صاحب العقد و شارح المقنع)

حضرت حسان بن ثابت (رواه صاحب الاغاني)

حضرت خوات بن جبير (رواه بيهقي)

حضرت رواح بن المغترف (رواه بيهقي)

حضرت عائشہ صديقہ (رواه اصحاب الصحاح و السنن)

حضرت ربيع بنت معوذ (رواه اصحاب الصحاح و السنن)

حضرت بلال حبشي (نقلہ السيد المرتضيٰ الزبيدي في تحفت المحبين)

# تابعين

**حضرت سعيد بن مسيب**

حضرت سعيد بن مسيب هڪ دفعي مڪي جي گٽيءَ مان گذري رهيو هو ته ته عاص بن وائل جي گهر مان اخضر جو آواز ٻڌائين جيڪو هي شعر ڳائي رهيو هو.

” جڏهن زينب (حجاج جي ڀيڻ) شرمدار عورتن جي جهرمٽ ۾ هلندي آهي ته وادي نعمان مشڪ جي خوشبوء سان ڀرجي ويندي آهي“هي ڳانو ٻڌي حضرت سعيد بن مسيب بيهي رهيو ۽ چوڻ لڳو ته بخدا هي ئي اهو ڪلام آهي جنهن جي ٻڌڻ سان مزو ايندو آهي.
(حضرت سعيد بن مسيب تقويٰ ۾ ضرب المثل آهن ۽ حضرت اويس قرني کان پوءِ سڀ کان افضل آهن)

(ابن جوزي ڪتاب تلبيس ابليس، ابن سمعاني ڪتاب اوائل الذيل، طبراني ڪتاب معجم، ابن عبدالبر)

**حضرت سالم بن عبدالله بن عمر رضہ**

حضرت سلمہ جن بيان فرمائن ٿا ته مان حضرت سالم بن عبدالله بن عمر رضہ جن وٽ ويس ته ته اتي اشعب هي شعر ڳائي رهيو هو ”المغيريت الخ“ ٽن شعرن کان پوءِ فرماين ته ڪجهه ٻيو ٻڌاء اشعب وري ٻيو شعر ٻڌايو جيڪو هي آهي. ”المت الخ“ حضرت سالم رضہ جن فرمايو ته جيڪڏهن ڳالهه مشهور ٿي وڃڻ جو انديشو نه هجي ها ته مان توکي ڪو وڏو انعام ڏيان هان ان سان توکي چڱي ڀلي حيثيت حاصل ٿي وڃي ها.

**حضرت عطا بن رباح**

حضرت ابو منصور بغدادي رحہ جن فرمائن ٿا ته حضرت عطا بن رباح اڪابر تابعين مان آهن پنهنجي علم زهد تقويٰ ۽ عبادت ۾ پنهنجي مٽ پاڻ هئا، پر ان جي باوجود ڪلام ٻڌندا هئا ۽ انهن جون ڌُنون به ناهيندا هئا.

(بيهكي،ابن عبدالله، محمد بن اسحاق فاکهي)

# اتبع تابعين

**عبدالمالک بن جريح**

حضرت مالک بن جريح عالم، محدث، فقيہ ۽ عباد ت گذار هو ان جي جلالت و علادت تي اجماع آهي، هي ڪلام ٻڌندا هئا ۽ فن موسيقي مان واقف بہ هئا،سُرن کي بہ سڃاڻيندا هئا، ايتري تائين جو ڌُنون بہ ٺاهيندا هئا.

**(قوت القلوب لا بي طالب المکي)**

**عبدالملک بن ماجشون مفتي مدينہ**

حضرت عبدالملک بن ماجشون مفتي مدينہ حضرت امام مالک جو شاگرد هو ، حضرت امام احمد بن حمبل فرمائن ٿا تہ اسان وٽ جڏهن هي ايندو هو تہ ان سان گڏ هک (گويو) ڳائڻو بہ هوندو هو جيڪو ان کي ڪلام ٻڌائيندو هو ، هي حديث بہ بيان ڪندو هو ۽ وڏو فصيح هو. فتويٰ ان جا هلندا هئا يا ان جي پيءُ جا هي فقيہ ابن فقيہ هو.

**(تهذيب التهذيب جلد 06 ص 410، ابن خلڪان جلد اول صفحہ 630 ،حافظ ابن حجر، ابن عبدالبر)**

**حضرت عبدالله بن مبارڪ**

حضرت عبدالله بن مبارڪ جن وٽ هڪ دفعي هڪ (گويو) ڳائڻو آيو پاڻ ان کي فرماين تہ ڪجھ ٻڌاء ان چيو تہ مون کي جلدي آهي پاڻ ان کي اصرار ڪيو تہ هن ڪلام ٻڌايو . پاڻ ان کي ٽي دفعا شاباس ڪئي .

**(ابو منصور بغدادي)**

**ابراهيم بن سعد بن ابراهيم بن عبدالرحمٰن بن عوف**

ابراهيم بن سعد جو شمار آئمہ علم ۽ مدينہ جي ثقہ ماڻهن ۾ آهي هي ڳائڻ ٻڌڻ کي جائز سمجهندو هو ، ۽ سازن تي ڳائڻ کي بہ جائز سمجهندو هو . ۽ ابن قنيہ هي تفسير لکيو آهي تہ هي صرف سازن تي ڳائڻ جائز نہ سمجهندو هو بلڪ سازن کي پاڻ وڄائي وڄائي ڳائيندو بہ هو.

هي ابراهيم بن سعد ان وقت تائين شاگردن کي حديث جو سبق نہ ڏيندو هو جيستائين شاگرد پوري آواز سان مست ٿي ڪري ڪلام نہ ٻڌائيندو هو ، ۽ ان جي سامهون دف بہ وڄندا هئا.

حضرت ابراهيم بن سعد سان هڪ دفعي هارون رشيد ملڻ لاءِ آيو ، ۽ هارون رشيد حديث ٻڌائڻ جي فرمائش ڪئي تہ پاڻ (عود) ساز گهرايو ۽ هارون رشيد کي ڪلام ٻڌايو ، هارون رشيد چيو تہ فقهاء مدينہ ۾ پلا ڪو سماع جو منڪر بہ آهي ؟ حضرت ابراهيم بن سعد جواب ڏنو تہ جنهن جي دل تي خدا مُهر هڻي ڇڏي هوندي اهي ئي منڪر هوندا.

**(شرح احياء العلوم للزبيدي جلد** 04 **ص** 457 **،رواه جمال الدين المحدث وابن طاهر، الروات الثقات الذهبي، تهذيب التهذيب جلد اول ص** 193 **)**

**حضرت دائود طائي**

خطيب بغدادي حضرت دائود طائي جي باري ۾ بيان ڪن ٿا تہ هو محفل سماع ۾ شريڪ ٿيندو هو ۽ ان جي چيلهہ پوڙاهپ جي ڪري جهڪجي وئي هئي پر جڏهن سماع ٻڌي ڪري جوش ۾ ايندا هئا تہ ان جي چيلهہ سڌي ٿي ويندي هئي. هي عالم فقيہ هو ۽ شاگرد امام اعظم ابو حنيفہ جو هو.

**(المتاع للاوفوي)**

**امام شافعي**

**يونس بن عبدالاعليٰ جن فرمائن ٿا تہ مان امام شافعي کان اهل مدينہ جو خيال سماع بابت پڇيو تہ پاڻ فرماين تہ سماع جي متعلق پڇين ٿو تہ مان علماء حجاز مان ڪنهن هڪڙي**

**ڪي نٿو سڃاڻان جيڪو سماع کي مڪروه به چوندو هجي .** (احياء جلد 02 صفحہ 194)

حضرت ابو منصور بغدادي يونس بن عبدلاعليٰ جن روايت ڪن ٿا تہ مان حضرت امام شافعي رحہ جن گڏجي هڪ ئي **محفل** ۾ ويا سين تہ جتي ڪنيز ڳائي رهي هئي جڏهن اها ڳائڻ کان فارغ ٿي تہ امام شافعي مون کان سوال ڪيو تہ توکي هي ڪلام وڻيو؟ تہ مان جواب نفي ۾ ڏنو تہ پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن تون سچ چوين ٿو تہ ان جو مطلب هي ٿيو تہ تنهنجي اندر صحيح حس موجود آهي. ڇو تہ ڪلام کي پسند ڪرڻ سليم الطبع هجڻ جي نشاني آهي ۽ ان کي ناپسند ڪرڻ طبيعت جي سخت هجڻ ۽ حس لطيف جي ڪمي جي علامت آهي. (مدارج النبوت)

**امام احمد بن حنبل**

امام احمد بن حنبل پنهنجي صاحبزادي صالح کان ڪلام ٻڌندا هئا۔

ابو العباس فرغاني روايت ڪري ٿو تہ صالح بن احمد بن حنبل جن فرمائن ٿا تہ مان تہ سماع کي پسند ڪندو هئس ۽ منهنجو والد (احمد بن حبنل) سماع کي ناپسند ڪندو هو ، مان ابن جناده کان وعدو ورتو هو تہ هڪ رات هو مون وٽ ايندو ، هڪ رات هو مون وٽ آيو. جڏهن مون کي يقين ٿي ويو تہ منهنجو والد هاڻي سمهي پيو هوندو تہ ابن ماجہ کي چيم تہ هاڻي ڪلام ٻڌاء ابن ماجہ بہ ڪلام شروع ڪيو ايتري ۾ مان ڇت تي پيرن جو کڙڪو ٻڌم مان جڏهن ڇت تي چڙهي ويم تہ منهنجو والد (احمدبن حنبل) ڪلام ٻڌي رهيو هو ۽ ائين لڳي پيو ڄڻ رقص ڪري رهيو هجي.

**(مدارج النبوت شيخ عبدالحق محدث دهلوي، ابوالعباس فرغاني)**

**امام مالڪ**

امام مالڪ کان سماع جي باري ۾ پڇيو ويو ته پاڻ فرماين ته مان پنهنجي شهرن جي اهل علم جي متعلق جيڪو ڪجهه معلوم ڪيو آهي ته اهو هي آهي ته هو سماع جا منڪر ناهن، هو ڪلام ٻڌندا آهن ۽ چوندا آهن ته سماع جو منڪر صرف اهو ئي ٿي سگهي ٿو جيڪو عامي يان جاهل يان غليظ الطبع عراقي هجي.

هارون رشيد ابراهيم بن سعد بن ابراهيم بن عبدالرحمٰن بن عوف جن کان پڇيو ته امام مالڪ سماع جي باري ۾ ڇا فرمائيندا هئا؟ پاڻ فرماين ته بني يربوع جي دعوت ۾ ڪجهه ماڻهو عود ۽ مغازف (دَف ۽ چَنگُ) تي ڳائي رهيا هئا ته امام مالڪ به هڪ مربع (دف) ڪنيو ۽ ان تي ڪلام ڳايو.

**امام اعظم ابو حنيفه**

امام اعظم ابو حنيفه ۽ حضرت سفيان ثوري رحه جن کان ڪنهن سماع جي باري ۾ پڇيو. ته ٻنهي جواب ڏنو ته ان جو شمار نه گناهه ڪبيره ۾ ٿئي ٿو نه گناهه صغيره ۾ ٿئي ٿو.

**امام مالڪ جي نزيڪ دف صحت نڪاح جو شرط آهي (مڪتوب قاضي ثناء الله پاني پتي)**

**(مدارج النبوت شيخ عبدالحق محدث دهلوي، امام قشيري، مدارج البنوت شيخ عبدالحق محدث دهلوي)**

# اولياء الله علماء فقهاء

حضرت جنيد بغدادي جي باري ۾ ڪن ماڻهن لکيو آهي ته حضرت جنيد بغدادي رحه جن سماع ڪي ترڪ ڪيو هو،

حضرت جنيد بغدادي رحه جن کان ڪنهن پڇيو ته توهان ته سماع ٻڌندا هئا سماع ترڪ ڪرڻ جي وجهه ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائين ته ”ڇا توهان نه ڏنو هو ته مان جن ماڻهن سان

گڏجي سماع ٻڌندو هئس اهي هاڻ رهيا ناهن. وري پڇيو ويو تہ توهان پيلا پنهنجي ذات جي لاءِ ئي سماع ٻڌندا ڪريو؟ پاڻ فرماين تہ ڪنهن ڪان ٻڌان. “ (چوتہ سماع حضرت جنيد بغدادي سماع صرف اهل دل سان گڏ اهل دل وارن ڪان ٻڌندا هئا) جڏهن اهڙا ماڻهو نہ رهيا تہ پاڻ سماع ٻڌڻ ڇڏي ڏنائون.

(عوارف المعارف :الباب الثالث العشر ون، صفحہ 114 مطبعت المشهد الحسيني قاهره)

**امام قشيري**

امام قشيري جن جو ذڪر ائمہ محققين ۽ عرفاء ڪاملين ۾ ٿيندو آهي، پاڻ صاحب سماع و وجد هو. جنهن جو ذڪر ڪتب تاريخ ڪان علاوه خود پنهنجي ڪتاب رسالہ قشيريہ ۾ پڻ موجو د آهي. امام قشيري جي ڪجھ اهل حلقہ جو ذڪر امام شعراني جن هيئن ڪيو آهي تہ

رسالہ قشيري جا ڪجھ صحابن پنهنجي رفيقن کي وصحت ڪندي فرمايو تہ اسان جڏهن دين اسلام تي هن دنيا مان رخصت ٿي وڃون تہ اسان جي تدفين دف ۽ باجي سان گڏ ڪجو. جيتوڻيڪ انهن جي وفات تي ائين ئي ڪيو ويو. (امام شعراني)

امام شعراني وڌيڪ لکيو آهي تہ اهڙن ڳالهين تي اعتراض ڪرڻ درست ناهي چوتہ اسلام تي موت واقع ٿيڻ صاحب عقل جي نزديڪ پٽ جي شادي ڪان وڌيڪ خوشي آهي.

حضرت شيخ تاج الدين فزاري دمشق جو شيخ ۽ مفتي هو پر دف ۽ سازن تي ڪئي دفعا ڪلام ٻڌائين، هي تمام پوڙهو ٿي ويو هو اٿي بيهي بہ نہ سگهندو هو پر جڏهن سماع ٻڌندو هو تہ وجد ۾ اچي ڪري بيهي رهندو هو ، ايتري قدر جو ڪو تندرست ماڻهو بہ ايترو بيهي نہ سگهندو هو. (نوز القبس)

**حضرت شيخ ابوالنجيب عبدالقادر سهروردي**

هي اڪابر محدثين و محققين ۾ شمار ٿئي ٿو. پاڻ فرمائين ٿا تہ مشائخن جو قول آهي تہ (سماع اهل حقيقت و معرفت جي لاءِ مستحب آهي. اهل تقويٰ جي لاءِ صرف مباح آهي، ۽ اهل نفس جي لاءِ مڪروه آهي.) (آداب المريدين)

## حضرت شيخ بهاوالدين زڪريا ملتاني سهروري

فقير الله پنهنجي ڪتاب "راڳ درپن" ۾ حضرت شيخ بهاوالدين ملتاني رحہ جن کي ماهرين موسيقي ۾ شمار ڪيو آهي، ۽ لکيو آهي تہ حضرت امير خسرو جن جي طرح پاڻ بہ ڪئي نيون ڌنون ۽ راڳڻيون ايجاد ڪيون "ملتاني ڌنہ سري" سندن جي ئي ايجاد ڪيل آهي.

## حضرت شيخ بدر الدين سمر قندي

هي سلسلہ ڪبرويہ جي اڪابر علمائن حنفيہ مان آهي صاحب سماع و وجد هو ۽ چنگ ٻڌندو هو . هڪ محفل منعقد ٿي جنهن ۾ فقراء ۽ معززين شريڪ ٿيا شيخ بدر الدين سمرقندي ۽ جيڪو شيخ سيف الدين باخرزمي جو خليفو هو اهو بہ اتي موجود هو.
جڏهن محفل ۾ (چنگ) وڄڻ لڳو تہ شيخ بدرالدين اٿي رڪس ڪرڻ لڳو، ۽ وجد جي حالت ۾ پنهنجي دستار مبارڪ مٿي تان لاهي ڳائڻي جي مٿي تي رکي ڇڏيائين.
(سيرت الاولياء)

## شيخ سيف الدين باخرزي

هي شيخ بدر الدين سمرقندي جو مرشد ۽ حضرت نجم الدين ڪبريٰ جو خاص خليفو هو.

هي بہ مزامير سان گڏ راڳ سماع ٻڌندو هو . (امام يافعي محدث جن جو ذڪر طبقات اسنوي ۽ درر ڪامنہ ۾ آهي) پنهنجي نشر المحاسن جلد اول صفحہ 189 ۾ هي واقعو بہ لکيو آهي تہ بخارا جا قاضي عالمن ۽ ٻين فقهاء گڏجي شيخ سيف الدين باخرزي جن سان سماع جي باري ۾ مناظرو ڪيو ۽ آخرڪار سيني مڃو ۽ سڀ جو سڀ صاحب سماع ٿي ويا.

(سيرت الاولياء)

**حضرت خواجہ معين الدين چشتي اجميري**

جن فرمائين ٿا تہ سماع اسرار حق کي معلوم ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي.

**حضرت سيد محمد گيسو دراز**

يعني مون کي روحاني ترقي اڪثر ڪري تلاوت قرآن ڪريم ۾ يا سماع ۾ ٿي.

**حضرت مخدوم سيد اشرف جهانگير سمناني**

عارف کي جيڪا حالت ڪيف حاصل ٿيندي آهي ۽ سالڪ کي سماع ٻڌڻ سان جيڪا ساعت نصيب ٿيندي آهي اها سَوَ چِلن ۽ سخت رياضتن کان بہ حاصل ناهي ٿيندي.

**مرزا مظهر جان جانان**

سماع رقت پيدا ڪندو آهي ۽ رقت رحمت کي ڇڪيندي آهي، نتيجو هي نڪرندو آهي تہ سماع رحمت کي پنهنجي طرف ڇڪيندو آهي.

حضرت ابو طالب مڪي

جيڪڏهن ڪو اجمالي طور تي سماع جو انڪار ڪندو تہ امت جي بهترين افرادن يعني صالح ٻانهن جو انڪار آهي.

## فتويٰ

قوالي يا سماع ٻڌڻ جائز آهي ۽ آقا عليہ السلام جن جي سامعون دف تي پڻ ڪلام ڳايو ويو آهي.

پير سيد عرفان شاهہ مشهدي ڪاظمي

مفتي اڪمل صاحب

شيخ المفتي اشرف علي قادري

علامہ حبيب احمد القديري قادري

پير ثاقب شامي

پير نصير الدين نصير

ڊاڪٽر پروفيسر طاهر القادري

## زبور

زبور هي ڪتاب حضرت دائود عليہ السلام تي نازل ٿيو ان جا پنج حصا ۽ 150 باب آهن، هي سڄو ڪتاب نظم ۾ آهي ان ڪري زبور کي مزامير دائود بہ چيو ويندو آهي.

حضرت دائود عليہ السلام جيڪي اشعار ۽ دعائون پڙهندا هئا سي ترنم سان پڙهندا هئا ان ڪي ئي مزامير دائود ۽ زبور بہ چوندا آهن. (اقرب الموارد)

مزامير جمع آهي مزمور جو (بنم ميم اول و فتح او) ۽ مزمار (بڪسر ميم) جو. زمر جي معنيٰ آهي بانسري وغيره تي ڳائڻ.

مزمور جو مطلب:- ان مفهوم جي لاءِ سڀ کان جامع لفظ "گيت" آهي. جيتوڻيڪ خود زبور جو 66 باب هيءَ شروع ٿئي ٿو تہ "مير مغني (ڳائڻ وارو) جي لاءِ گيت يعني مزمور" ۽" 67 باب جو آغاز هيئن ٿئي ٿو تہ مير مغني جي لاءِ تاردار سازن سان گڏ مزمور يعني گيت"

جيتوڻيڪ مزمور ۽ گيت هڪ ئي شيءِ آهن ليڪن ان لفظ جون متضمنات ۾ بہ ٻيون شيون بہ شامل آهن، هڪ ترنم ٻيو ساز. حقيقت هيءَ آهي تہ مزمور تہ انهن ڪلامن کي چئبو آهي جيڪي سازن تي ڳايا وڃن ۽ مزمار ان ساز کي چوندا آهن جنهن تي ڪوئي ڪلام چيو وڃي. ٻنهي جو جمع "مزامير" ٿيندو. چوتہ مزمور اهو آهي جيڪو مزمار تي ڳايو وڃي ۽ مزمار اهو آهي جنهن تي مزمور ڳايو وڃي ۽ مزامير (بصورت جمع) ڪلام

ڪي بہ چوندا آهن ۽ ساز ڪي بہ چوندا آهن. چاڪاڻ ٻئي لازم ۽ ملزوم آهن ۽ ظاهر آهي تہ ترنم سوز و ساز جي اندر ئي داخل آهي.

## حضرت دائود عليہ السلام جو حڪم ۽ نصيحت

” نرسنگي جي آواز سان گڏ ان جو حمد ڪيو، بربط ۽ ستار تي ان جو حمد ڪريو دف وڄائيندي ۽ نچندي ان جو حمد ڪريو، تار دار سازن ۽ بانسري سان گڏ ان جي حمد ڪريو، بلند آواز سان گڏ ان جي حمد ڪريو.

هي آيتن جو ترجمو آهي جيڪي زبور ۾ 03 کان 05 آخري باب 150 جون آيتون آهن.

ان جو اقرار شارح بخاري علامہ بدر الدين عيني محدث حنفي بہ (جلد نمبر 09 نمبر 329) ۾

عبيد بن عمير کان روايت آهي تہ سيدنا دائود عليہ السلام جن وٽ هڪ باجو هو جنهن تي اهو ڳائيدو هو ۽ روئندو بہ هو ۽ رئاريندو بہ هو.(5)

حافظ ابن حجر عسقلاني فتح الباري جلد 09 صفحہ 63

حضرت عبدالرزاق پنهنجي مسند ۾ سند صحيح سان حضرت عبداللہ بن عمر رضہ جن کان روايت ڪن ٿا تہ ”حضرت دائود عليہ السلام پنهنجي باجي کي وڄائي وڄائي ان تي تلاوت زبور ڪندا هئا“.

حضرت سيد مرتضيٰ زبيدي لکن ٿا تہ حضرت عبداللہ بن عباس چوندا هئا تہ سيدنا دائود عليہ السلام زبور کي 70 لهجن ۾ پڙهندو هو ۽ اهڙن نون نون طريقن سان پڙهندا هئا جو بيمار بہ مست ٿي ويندا هئا.

(اتحاف الساده جلد 06 صفحہ 471)

## رقس

حديث پاڪ

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنهہ جن روايت ڪن ٿا تہ جڏهن حبشہ جا ماڻهو آقا عليہ السلام جن سان ملاقات لاءِ ايندا هئا تہ اهي سيئي گڏجي آقا عليہ السلام جن جي دروازي پاڪ وٽ نچندا ( رقس) ڪندا هئا.

ٻئي هنڌ حضرت امان عائشہ صديقہ رضي الله عنها جن كان روايت آهي تہ حبشي صحابہ مسجد نبوي ۾ آيا ۽ جنگي آلاتن سان گڏ رڪس ڪندا ۽ چوندا هيا تہ (محمد عبد الصالح) ۽ آقا عليہ السلام جن دروازي جي پويان ملاحظہ فرمائي رهيا هئا ۽ فرمايو تہ اي عائشہ جلدي اچ هي ڏس. مون کي آقا عليہ السلام جن پنهنجي پٺيان بيهاري ڇڏيو پاڻ دروازي وٽ بيهي رهيا ۽ فرماين تہ اتان بيهي ڏس مان آقا عليہ السلام جي ڪنڌ مبارڪ تي هٿ رکي انهن حبشي صحابہ جي رڪس ڏسندي هئس.

امام حجر عسقلاني جن ان حديث جي شرح ڪندي فرمايو تہ اهي حبشي صحابہ هر سال مسجد نبوي ۾ استقبال آقا عليہ السلام جن جي ياد ۾ ڪندا هئا.

امام عجر عسقلاني جن فرمايو تہ جڏهن آقا عليہ السلام جن مدينہ منوره حجرت ڪري وجن پيا ۽ قبا وٽ بستي قبا پهتا هئا ان وقت ربيع الاول جي 12 تاريخ هئي. آقا عليہ السلام جي ولادت جو ڏينهن هو.

ٻارن دف تي ترانو ڳايو ۽ حبشن استقبال مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم ۾ رڪس ڪيو. امام حجر عسقلاني جن فرمائن ٿا تہ اهي حبشي صحابہ هر سال مدينہ منوره ۾ اچي ڪري جشن آمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم ملهائيندا هئا.

امام بخاري حديث نمبر 454 ۽ 455

امام احمد بن حنبل جلد 03 صفحہ 152

امام ترمزي ، امام نسائي

امام تبراني جلد 09 صفحہ 121 حديث نمبر9303

امام عسڪلاني فتح الباري جلد 02 صفحہ 444

حضرت امام ترمزي جن امان عائشہ صديقہ رضي الله عنها جن ڪان روايت ڪن ٿا تہ حبشي رڪس ڪندا هئا تہ مدينہ جا ٻار انهن جي چوڌاري نچندا هئا.

حديث جامع ترمزي جلد 05 صفحہ 621 ڪتاب مناقب عن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم

امام نسائي جلد 05 صفحہ 109 حديث نمبر 8957

حضر ت امام حمزه رضي عنہ جن جي وفات ڪان پوءِ سندن صاحبزادي مختلف گهرن ۾ ر هي پئي ڪڏهن ڪنهن جي گهر تہ ڪڏهن ڪنهن جي گهر تہ انهن تي ٽن صحابہ ڪرام ۾ پاڻ ۾ اختلاف ٿي پيو هي ڇوڪري اسان وٽ رهي ايتري قدر جو پاڻ ۾ آواز بلند ڪرڻ لڳا. اهو فيصلو آقا عليہ السلام جن وٽ آيو.

اهي ٽئي صحابي (01) مولا علي ڪرم الله وجهہ(02) حضرت زيد بن حارثہ(03) جعفر رضي الله عنها

آقا عليہ السلام جن انهن جي ڳالهہ ٻڌي ڪري فرمايو تہ ٽئي پنهنجي پنهنجي دعويٰ ٻڌايو.

پهريان مولا علي ڪرم الله وجهہ جن عرض تہ يارسول الله صلي الله عليہ وسلم هيءَ منهنجي چاچي جي ڌيءُ آهي ان ڪري هن کي مان پاليندم ان تي منهنجو حق آهي .

آقا عليہ السلام جن فرمايو تہ جعفر رضہ تنهنجي دعويٰ ڇا آهي ؟

حضرت جعفر رضي الله عنہ جن عرض ڪيو تہ يا رسول الله منهنجي بہ چاچي جي ڌيءُ آهي ۽ ٻيو تہ منهنجي گهر واري ان ڇوڪريءَ جي ماسي آهي.

وري آقا عليہ السلام جن زيد بن حارثہ ڪان پڇيو تہ تنهنجي دعويٰ ڇا آهي؟

زيد بن حارث عرض ڪيو  ته هيءَ منهنجي ڀائٽي آهي . آقا عليہ السلام جن فيصلو ٻڌايو ته هي ڇوڪري جعفر وٽ رهندي ڇو ته جعفر جي گهر ان جي ماسي آهي ۽ ماسي ماءُ ڪان جي جڳهہ تي هوندي آهي. جيتري پرورش ان جي ماسي ڪندي ٻي ڪا عورت ان جي پرورش نه ڪندي.

ان ڪان پوءِ آقا عليہ السلام جن حضرت زيد بن حارث جن جي شان ۾ فرمايو ته اي زيد تون اسان جو ڀاءُ آهين ۽ اسان جو مولا آهين، ۽ حضرت جعفر رضي الله عنہ جن جي باري ۾ فرمائين ته اي جعفر توڪي الله تعاليٰ شڪل صورت ۽ اخلاق ۾ منهنجي مثال ٺاهيو آهي. وري آقا عليہ السلام جن مولا علي جن کي فرمايو ته اي علي تون مون مان آهين ۽ مان تون ما آهيان. جڏهن اهي الفاظ محبوب آقا عليہ السلام جن فرمايا ته جعفر اٿيو ۽ آقا عليہ السلام جي چوڌاري رڪس ڪندو رهيو. وري زيد بن حارث اٿيو ۽ اهو حضرت جعفر جي چوڌاري رڪس ڪرڻ لڳو وري مولا علي جن اٿيا ۽ انهن ٻنهي جي چوڌاري رڪس ڪرڻ لڳو. وچ ۾ آقا عليہ السلام جن هئا ۽ ٽئي صحابي  چوڌاري رڪس ڪن پيا.

صحيح بخاري ڪتاب سن جلد 02 صفحه 260

امام ابن سعد طبقات ڪبريٰ ، امام عسقلاني .مسند بزار، طبراني  البهجتہ الاوست، امام بيهقي

# راوي امام بخاري

**ڦهريون راوي:-**

صحيح بخاري جن جي ذريعي سان اسان وٽ پهتي جنهن جي ذريعي سان صحيح بخاري عالم عرب عجم ۾ مشهور ٿي جنهن جي روايت تي صحيح بخاري هجڻ جو مدار آهي اهي سڀ عڪابر صوفي هئا.

حضرت امام حسن عبدالرحمٰن بن محمد بن مظفر الدائودي الصوفي هڪ طرف هي شاگرد آهي امام امام محمد السرخسي جو جيڪو سَند وٺي ٿو امام فربري کان اهو شاگرد آهي امام بخاري جو.

ٻئي طرف مريد آهي حضرت امام دائود موشنجي الحروي جو اهو شاگرد ۽ مريد آهي حضرت امام عبدالرحمٰن السلوي جو جنهن جو ڪتاب **"طبقات السلوي"** لکيل آهي. هي ڪتاب صوفين "تصوف" جو پهريون مڪمل ڪتاب آهي.

(**حضرت امام عبدالرحمٰن السلوي جن امام بيهقي جا بہ مرشد آهن**)

امام حسن عبدالرحمٰن بن محمد بن مظفر الدائودي الصوفي، حضرت شيخ ابو علي الدقاء جن جو بہ مريد هو.

هڪ ڏينهن امام حسن عبدالرحمٰن بن محمد بن مظفر الدائودي الصوفي حديث صحيح بخاريءَ جو ذڪر سبق وٺندو هو ۽ ٻئي ڏينهن صوفين جي مجلس ۾ وڃي ويهندو هو.

(امام حسن عبدالرحمٰن بن محمد بن مظفر الدائودي الصوفي جن کي ستن سالن جي عمر ۾ خلافت حديث ملي)

**ٻيون راوي:-**

ابوالوقت السجزي هي بہ اڪابر صوفين مان آهي.هي ابوالوقت ابوالاول السجزي هي مريد ۽ ذاتي نوڪر آهي شيخ الاسلام ابو اسماعيل عبدالله ابو ابصاريءَ جو. جيڪو مصنف آهي **"مناظر السائرين"** جيڪو حرات جو رهڻ وارو امام تصوف آهي.

ابوالوقت ابوالاول السجزي ان جو مريد ئي نہ هو بلڪ ان جو ذاتي خادم ۽ نوڪر هو.

(سندن کي خلافت حديث ستن سالن جي عمر ۾ ملي)

جيڪڏهن صوفين کي بدعتي سمجهي رد ڪيو وڃي ٿو تہ  چا صحيح بخاري چا صحيح مسلم سڀ صنعتون ئي ختم ٿي وڃن ٿيون.

# ماخذ


اسلام اور موسيقي، مولانا محمد جعفر ڦلواروي،

سازن سان گڏ قوالي جي شرعي حيثيت، مفتي ضمير احمد مرتضائي نفشبندي،

سماع صوفيہ جي جواز تي عارف بالاللہ شيخ علامہ عبدالغني نابلسي نقشبندي قادري
جن جو لکيل ڪتاب "ايضاح الدلالات في سماع الالات" جو اردو ترجمو

حسن الڪلام من مدائح صحابت خيرانام، ڊاڪٽر پروفيسر طاهر القادري

مسائل سماع، اعليٰ حضرت مجدد امام احمد رضا خان بريولي

راحت القلوب في مدح النبي المحبوب، ڊاڪٽر پروفيسر طاهرالقاري

نعت گوئي ۽ ان جا آداب، پروفيسر عبداللہ شاهين (ايوارڊ يافتہ)

حور عيناء اور جنت از بيانات مولانا طارق جميل